# سنڌ جو سڌ - ١

سيد غلام مصطفیٰ شاھ



سرونٽس آف سنڌ سوسائٽي
ڪراچي

نومبر ١٩٨٢ع

قيمت ١-٥٠ روپيو

جڏهن مون سنڌ يونيورسٽيءَ جي چانسيلريءَ تان استعفا ڏني، ته زندگيءَ جا ٽيٽيهه سال سنڌ جي تعليم تدريس، ادب ۽ معاشري جي خدمت جا نوڪري ڪندي ۽ پگهار کائيندي پورا ڪيم. خدا جي فضل سان آءٌ اهو به چئي سگهان ٿو ته نوڪري ڪندي به ۽ سنڌ سنڌ جي نوجوان جي خدمت جو هميشه خيال رهيو ۽ اهو فرض ڪڏهن به نه وساريم، جيتوڻيڪ انهيءَ فڪر ۽ عمل ۾ نوڪري ڪندي ڪافي تڪليفون ۽ مصيبتون ڏٺيم. مون نوڪريءَ کي زندگيءَ جو عين مقصد ڪڏهن به تصور نه ڪيو، منهنجو هميشه اهو نظريو رهيو ته جيڪڏهن معاشري سان خير خواهي ۽ خدمت جو حس ۽ عمل جو لڳاءُ نه آهي، ته اُتي نوڪري آهي پاڙي جو ٽٽون ٽيڙ. جيسين نوڪريءَ جي ڪم سان معاشرتي نظريو ۽ مقصد نه آهي. ته پگهار ذلت آهي. اهڙو پگهار عمل ۽ فڪر لاءِ مضر آهي، فقط پگهار کائي، پينشن کائي، پينشن وٺي، مري وڃڻ انسانيت ۽ ايمان جو وڃائڻ آهي.

اڄ تائين، رٽائر ڪرڻ کان پوءِ جي ڏينهن سميت، مون پنهنجي زندگيءَ جا چوٽيتاليهه سال نوجوانن ۽ سنڌ جي ٻهراڙيءَ جي تعليم جي خدمت ۾ گذاريا آهن. سنڌ جي معاشري جي ترقي، عزت ۽ وقار مون ڪڏهن به نه وساريا آهن، ۽ هن خدمت ۾ ۽ هن جذبي سان مون ڪافي سٺو، جنهن ۾ اهو به شامل آهي ته وائس چانسلر هوندي به سرڪاري گهر ۾ اهو نظربند رهيس ۽ حاڪمن جي مڪاريءَ ۽ عياريءَ کي چڱيءَ طرح ڏسندو رهيس. آءٌ جنهن معاشري ۾ پيدا ٿيو آهيان ان تي مون کي

فخر ۽ ناز آهي، ان جي روايتن ۽ شخصيتن کي وڏي قدر جي نظر سان ڏسندو رهيس. مون سچو وقت جيڪو به ڪم ڪيو آهو الله تبارڪ تي ڀروسو رکندي پنهنجي سر تي رکيم ۽ پنهنجي وس آهر پاڻ تي ڀاڙيم. مون فضل ۽ شڪر جو نرهو ڪڏهن به نه وساريو نه ڇڏيو، پروردگار دنيا جي گهٽين محتاجين کان بچايو هو، قناعت مون زندگيءَ جو اصول بنايو هو، هوس ۽ حسد مون کي ڪڏهن به نه ڏتاريو، آءٌ خدا جي فضل سان حياتيءَ جي لاهن ۽ چاڙهن ۾ ڪنهن جو ٻـ ڪاڻيارو نه رهيو آهيان. سنڌ جي ڀراڙيءَ جس جهنگن ۾ ڄائس، سکيس ۽ پڙهيس ۽ اتي رهي وڏو ٿيس. ڀراڙيءَ جون، ڳوٺائي زندگيءَ جون ۽ خانداني سڀ تلخيون، مصيبتون، ڏقتون، سازشون، بداعتداليون ۽ بداعماليون ڏٺيم. آءٌ سنڌ جي معاشري جي مرضن ۽ علالتن کان خوب واقف آهيان. آءٌ اهڙي خاندان ۾ پيدا ٿيس، جنهن ۾ خدا جو ڊپ ۽ سندس وڏائيءَ جو احساس هميشه موجود هو. مون حياتيءَ ۾ ڪوبه ڪم الله تبارڪ کي ٻاڏائڻ ۽ ڪيس ياد ڪرڻ کانسواءِ نه ڪيو. پنهنجي وس آهر ڪنهن به قرباني ڏيڻ کان ڪين ڪيٻايم. مون وڏيءَ خوشيءَ سان حياتيءَ ۾ هزارين نوجوانن، ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين کي نه صرف اصولي طرح ۽ اخلاقي طرح پر هٿان ۽ وٽان مدد ڪئي.

استعفا ڏيڻ کان پوءِ اهو پڪو ارادو ڪيم ته باقي زندگيءَ جا ڏينهن لکڻ ۽ پڙهڻ ۽ معاشري ۽ ادب جي خدمت ڪندي پورا ڪندس. مون کي عام طرح رٽائر ڪرڻ وارن وانگر ڪرسيءَ مان نڪري پوءِ يا سڌو يا ويهي ويهي انتظار ڪندي، قبر ۾ وڃڻ جو ڪوبه ارادو نه هو. جڏهن ويهن سالن کان پوءِ تدريس سان سڌو تعلق ٽٽو، تڏهن به لکڻ پڙهڻ ۽ مطالعي کي نه صرف

فخر ۽ ناز آهي، ان جي روايتن ۽ شخصيتن کي وڏي قدر جي نظر سان ڏسندو رهيس. مون سڄو وقت جيڪو به ڪم ڪيو آهو الله تبارڪ تي ڀروسو رکندي پنهنجي سر تي رکيم ۽ پنهنجي وس آهر پاڻ تيَ پاڙيم. مون فضل ۽ شڪر جو ترهو ڪڏهن به نه وساريو نه ڇڏيو، پروردگار دنيا جي گهڻين محتاجين کان بچايو هو، قناعت مون زندگيءَ جو اصول بنايو هو، هوس ۽ حسد مون کي ڪڏهن به نه ڏتاريو، آءٌ خدا جي فضل سان حياتيءَ جي لاهن ۽ چاڙهن ۾ ڪنهن جو به ڪاڻيارو نه رهيو آهيان. سنڌ جي ڀهراڙيءَ جي جهنگن ۾ ڄائس، سکيس ۽ پڙهيس ۽ اتي رهي وڏو ٿيس. ٻهراڙيءَ جون، ڳوٺائي زندگيءَ جون ۽ خانداني سڀ تلخيون، مصيبتون، ڏقتون، سازشون، بداعتداليون ۽ بداعماليون ڏٺيم. آءٌ سنڌ جي معاشري جي مرضن ۽ علالتن کان خوب واقف آهيان. آءٌ اهڙي خاندان ۾ پيدا ٿيس، جنهن ۾ خدا جو ڊپ ۽ سندس وڏائيءَ جو احساس هميشه موجود هو. مون حياتيءَ ۾ ڪوبه ڪم الله تبارڪ کي ياداڻي ۽ ڪيس ياد ڪرڻ کانسواءِ نه ڪيو. پنهنجي وس آهر ڪنهن به قرباني ڏيڻ کان ڪين ڪيٻايم. مون وڏيءَ خوشيءَ سان حياتيءَ ۾ هزارين نوجوانن، ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين کي نه صرف اصولي طرح ۽ اخلاقي طرح پر هڙان ۽ وڙان مدد ڪئي.

استعفا ڏيڻ کان پوءِ اهو پڪو ارادو ڪيم ته باقي زندگيءَ جا ڏينهن لکڻ ۽ پڙهڻ ۽ معاشري ۽ ادب جي خدمت ڪندي پورا ڪندس. مون کي عام طرح رٽائر ڪرڻ وارن وانگر ڪرسيءَ مان نڪري پوءِ يا سڌو يا ويهي ويهي انتظار ڪندي، قبر ۾ وڃڻ جو ڪوبه ارادو نه هو. جڏهن ويهن سالن کان پوءِ تدريس سان سڌو تعلق ٽٽو، تڏهن به لکڻ پڙهڻ ۽ مطالعي کي نه صرف



وساريم نه، مگر ان ۾ گهري دلچسپي ورتيم. مون پنهنجا ڪتاب، سنڌي توڙي انگريزيءَ ۾، زياده تر نوڪريءَ جي زماني ۾ لکيا.

اڪي به، مگر ١٩٥٤ع کان پوءِ پاڪستان سان واسطي ۾ اچڻ سان، سنڌ سان خاص طرح حاڪمن جي مڪاريءَ، سازش ۽ ڦرلٽ جا ڏينهن شروع ٿيا، ۽ مون سان به ڪافي ويڌن شروع ٿي (هن ڳالهه جو مفصل ذڪر آءٌ انشاالله پنهنجي سوانح ۾ ڪندس). ون يونٽ ٿيو ۽ مون کي ڪافي حيران ڪيو ريو ۽ حاڪمن جي استادين جا انگ ڏٺم. آءٌ خدا جو شڪر ٿو ڪريان ته منهنجي نوڪريءَ جي وقار ۾ يا ترقيءَ ۾ ڪنهن به سياستدان جو هٿ نه آهي، مگر انهيءَ ۾ شڪ نه آهي ته اها منهنجي خوش نصيبي هئي، جو سنڌ جي هر طبقي ۽ هر مڪتبهٔ فڪر جي سياستدان، عالم ۽ اديب ۽ استاد جي مون کي عزت ۽ محبت حاصل هئي، ۽ سڀ هميشه دعا، صلاح ۽ مشورو ڏيندا رهيا. مون کي ڪنهن به بزرگ کان عار نه رهيو، ڪنهن ۾ به شڪ يا گمان نه ڪيم، مگر سندن عزت ڪندي به احتياط ڪندو رهيس. ڪانئن پري رهيس، مگر سيني وٽ ويندو رهيس، سندن ذاتي ۽ نظرياتي اختلافن هوندي به منهنجي فڪر، فعل ۽ عمل کي انهن ساراهيو ۽ هميشه محبت ۽ عزت جو اظهار ڪندا رهيا. مون کي انهيءَ ڳالهه جو فخر آهي ۽ پاڻ کي خوش نصيب سمجهان ٿو، آءٌ ڪيترين متضاد شخصيتن جي دعائن جو ۽ صحبت جو حامل رهيس، مون کي مرحوم مولانا عبيدالله سنڌي، علام آءِ-آءِ-قاضي، خانبهادر نانا، سائين جي-ايم-سيد، ذوالفقار علي ڀٽي، ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي، ڪامريڊ عبدالقادر، مولانا گرامي، مولانا محمد صادق، قاضي خدا بخش ۽ ٻين ڪيترن بزرگن جون نصيحتون نصيب رهيون ۽ دعائون

ڪندا رهيا. آءٌ سائين جي-ايم-سيد ۽ ذوالفقارعلي ڀٽي جي تمام ويجهو به رهيس ۽ سائن اختلاف به رکندو رهيس، ۽ آءٌ اڄ به پاڻ کي خوش نصيب سمجهان ٿو، جو سياستدانن، عالمن، استادن، اديبن، ۽ معاشري جي ڪم ڪندڙن جي محبت ۽ عزت حاصل اٿم.

استعفا ڏيڻ کان پوءِ سياست ۾ گهڙڻ جو پڪو ارادو نه هوم. اهڙا اشارا ۽ ڪنايا ٿيندا رهيا، مگر نظرياتي سوچ ۽ جوش کان انهن کي ٻاهر نه وڃڻ ڏنم، ۽ پنهنجن خيالن تي، سنڌي معاشري جي ۽ سنڌي نوجوانن جي مستقبل جي ڀلائيءَ جي نظريي تي، مستحڪم رهيس. منهنجي نظر ۾ سنڌي معاشرو سنڌي سياسي پارٽين ۽ سنڌ جي سيني شخصيتن کان بلند ۽ اعليٰ رهيو. مون کي هميشه اهو خيال ۽ عزم رهيو ته سنڌ جي نوجوانن جي تعليم، ترقيءَ ۽ ادب ۽ معاشري لاءِ ڪم ڪندس. مون اهو ڪم پنهنجي قلم، مان، سوچ سان ۽ ذاتي وسيلن سان جاري رکيو. نوڪريءَ کان استعفا ڏيڻ کان پوءِ به فقط پاڪستان اسڪائوٽس ائسوسيئيشن جو پنج سال آنرري چيف ڪمشنر رهيس، ۽ ان تان به ۱۵ جولاءِ ۱۹۷۸ع تي استعفا ڏنيم- جنهن ڏينهن چوڌري فضل الاهي مرحوم صدارت پاڪستان تان استعفا ڏني.

معاشرتي ڪم ۽ خدمت کي خيال ۾ رکندي، اسان ڪراچيءَ ۾ ۱۹۷۲ع ۾ شاهه عبداللطيف ڪلچرل سوسائٽي ٺاهي ۽ مون انگريزيءَ ۾ "سنڌ ڪوارٽرلي" جي نالي سان هڪ رسالو ڪڍڻ شروع ڪيو، ۽ اڄ خدا جي فضل سان ادبي دنيا ۾ ۽ فڪري دنيا ۾، پاڪستان ۾ ۽ پاڪستان کان ٻاهر، اعتراف ڪيو وڃي ٿو ته اهڙو معياري ۽ سنجيده رسالو پاڪستان جي تاريخ ۾ اسان جي ملڪ مان نه نڪتو آهي. اڄ هن رسالي کي ڏهن سالن کان وڌيڪ عرصو ٿيو آهي ۽ ڪيترن دقتن هوندي به ۽ حڪومتن جي ناراضگين هوندي به، وقت تي ايندو



۽ نڪرندو رهيو. مون هي رسالو پنهنجي محنت ۽ هڙان ۽ سڀ ڳالهه پنهنجي سر تي کڻي، شروع ڪيو، ڇهه سال ته وڏو بار سر ۾. رسالي جي معيار کي نه ڪرڻ ڏنم ۽ هاڻي به آن جي اشاعتي خرچ کان مس ٿا ڪن ڇڏايون.

گذريل ڏهن سالن ۾ اسان ۽ اسان جي رسالي سان ڇا نه ٿي گذريو آهي! اسان جو ڀهريون پرچو عوامي حڪومت جي وار جو نذر ٿيو ۽ پوليس رات وچ ۾ پريس مان کڻي ويئي. ان کان پوءِ جيڪي ڪجهه ٿيندو رهيو آهي، اهو هڪ ڊگهو داستان آهي، جنهن جو ذڪر آءٌ پنهنجي سوانح ۾ ڪندس. پروردگار تسي پروسو رکي، نه ڊناسين نه هٻڪياسين، ۽ وڏين سازشن ۽ مڪارين جو مقابلو ڪيوسين، ۽ سنڌ لاءِ قلندري ڪم جاري رکيوسين. اڄ اهو رسالو ملڪ جي عزت به آهي. رسالي جي آزاديءَ سچ ۽ بلند نظرين جي هڪ طرف مقبوليت به آهي ۽ وقار به آهي، مگر ٻئي طرف تهمتون، ڌڙڪا ۽ دهمان به خوب پڌٺا پون ٿا. مگر اسان جا آهي مخالف ان کي زياده خريد ڪن ٿا ۽ پڙهن ٿا. هن رسالي لاءِ لکڻ وارن جي مهربانيءَ سان، اسان پنهنجي سنڌ ۾ انگريزيءَ ۾ لکندڙن استادن، اديبن، مفڪرن ۽ تحقيق سان دلچسپي رکندڙن لاءِ هڪ ميدان پيدا ڪيو آهي. آءٌ اڄ حياتيءَ جي هن حد تي ڳوليندو، پڇائيندو، ۽ ڊوڙندو وڃان ٿو ته ڪير هن ڪم کي هٿ ۾ کڻي، نه ته منهنجي وڃڻ کان پوءِ هي ڪم بند ٿي ويندو— ڪريون ڪنهن جفاڪش ۽ باهمت جوان ۾ اميد؟

مئي مون عرض ڪيو ته ۱۹۵۴ع کان پوءِ نه صرف ملڪ پاڪستان صريحاً ۽ ظاهراً لوڏن ۾ اچڻ شروع ٿي ويو، مگر ان جي مستقبل لاءِ حاڪمن کي به ڊپ ۽ شبهه ٿيڻ لڳو. طوائف الملوڪي ۽ افراتفري عام ڏسڻ ۾ آئي. مگر سنڌ ۾ خاص طرح سنڌ جي نوجوانن تي، ملڪ جي حاڪمن دليران

سازشن ۽ مڪارين جي عملڪاريءَ جي ظاهر ظهور شروعات
ڪئي. سنڌ ۽ سنڌي معاشري پاڻ کي طوفانن، گوڙين ۽ وچن
۾ پاتل پاتو، دشمن ۽ دوست ظاهر ٿي نڪتا، اُن وقت آءٌ
فرعون جي گهر ۾ هوس ۽ هر ڪ ڪارگذاريءَ ۾ سازش
جي خبر پئي رکيم ۽ انهن جو نزلو به سهندو ۽ ڏسندو رهيس.
اُهو وقت هو، جڏهن سچ ۽ ڪوڙ، صاف ۽ غليظ، نبار
۽ ملاوٽ جي خبر پئي پيئي، اسان جي معاشري جي بزرگن
جي اعمالن، ڪردارن، سوچن، همتن ۽ دلچسپين جي خبر پئي بيئي.
سندن سڄي بي بسي، بي حسي، بزدلي ۽ معاشري سان لا تعلقي
ويجهو ويهي ڏٺيم. سنڌ جي غيرت جو تصور ۽ مثال به ڏٺاسون،
جن جا مثال اسان کي مرحوم خانبهادر کهڙي، مرحوم پير
الاهي بخش ۽ وڏن بزرگن پير علي محمد شاه راشديءَ ۽ بلند
زبان مير علي احمد ٽالپر ۾ عيان ملندا رهيا. سنڌ سان پيار جو
ڍونگ ڏٺوسون، سندن حماقتن ۽ مستانگين ۽ خمار جو منظر ڏٺوسين،
اکين پورڻ جو انداز ڏٺوسين، تعجب ڪاڏوسون ته اسان جا دوست ۽ همروطني
ايترا بي درد، نا اهل، بخيل ۽ خود غرض ٿي چڪا آهن! ڏن ۽ مرتبا
سنڌ جي نالي تي حاصل ڪيائون، مگر سندن انگل، عيش،
دعوتون، شڪار ۽ بدڪرداريون سڀ سنڌ جي گردن تي!

ڪجهه خبردار ڪرڻ لاءِ، احساس ڏيارڻ لاءِ، اکين
کولڻ لاءِ، مثال پيش ڪرڻ لاءِ اسان ڪجهه ڪتابچا ۽ مضمون
لکيا. مگر هنن مدهوشن کي ڇا پرواه! ڪين اکين ۾ دز پوندي
رهي، سندن پيرن هيٺان زمين نڪرندي رهي، سندن عزت ۽
وقار ڀتيءَ سان مٽي ٿيندا رهيا، رعب تاب ۽ هيبت جون
طاقتون ڪين واڪن وانگر وڪوڙي ويون هيون، مگر اسان جا
رهبر ۽ سائين نشي ۽ هيرامنديءَ جي غفلتن ۾ مست ۽ چُور،
پريشان ۽ حيران رهيا! منجهائن غيرت ۽ عزت جو تصور ئي
ختم ٿي چڪو هو، نه منجهن مستقبل جو خيال نه اولاد جي



اون، نه نسلن جي ڳڻتي، بس وڪاڻل گهوڙا، بار جا خچر، ۽
لڏ جا گڏه. تان جو ١٩٧٧ع ۾ سندن حواس ختم ٿي ويا ۽
اکيون ڦاٽي پيون.

انهيءَ ۾ به ڪو شڪ نه آهي ته ١٩٥٤ع ۽ ١٩٥٥ع جي
واقعن کان پوءِ اسان جي معاشري ۾ ڪجهه ٿوري حرڪت ۽
حالتن جي بگڙڻ ۽ مستقبل جي بگڙڻ جو احساس ٿيو. ڪنهن
پاسي ۾ ڪجهه وڏيرن، سيدن، ميرن ۽ پيرن کي زلزلي جو
احساس ٿيو، مگر چرڻ جي همت نه هين. نوجوانن کي شرم
اچڻ لڳو، اُنهن کي ذلت جو احساس ٿيو ۽ مستقبل جي
ڌاريڪيءَ جو ڊپ پيدا ٿيو. اسان جي بزرگن جڏهن سندن اولاد
کي ١٩٥٨ع کان پوءِ (جڏهن مرحوم آءِ. آءِ. قاضي سنڌ يونيورسٽيءَ
جي وائيس چانسيلريءَ تان استعفا ڏني) لٺيون لڳيون ۽ آنسون
گيس نصيب ٿي ۽ متا ڦاٽا، جيلن جا منهن ڏٺا، جڏهن اسان
جي معاشري جي عالمن، استادن ۽ اديبن کي بي عزت ڪيو
ويو، جڏهن اسان جي زبان کي ڪپڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي،
جڏهن چند وڏيرن، ميرن، سيدن ۽ رئيسن جي گهرن ۾ باه
ٻري ويئي ۽ روج لڳي ويو ته ان وقت معاشري جي مستقبل
۾ خدشات پيدا ٿيا، ۽ وري جڏهن ١٩٦٣ع جو وقت آيو،
ته حاڪمن هام هڻي ۽ ڇاتي ڪڍي ۽ رعب رکي پيون مڪاريون
شروع ڪيون ۽ سنڌ تي مصيبتن جو آغاز شروع ڪيو، اُن
وقت اسان جي چند بزرگن، مجاهدن معاشري کي بچائڻ لاءِ
مصيبتون سر تي وهايون ۽ پنهنجا سر ۽ گردن پيش ڪيا. شيخ
عبدالمجيد سنڌي، جي-ايم- سيد، حيدربخش جتوئي، حسام الدين
راشدي، ابراهيم جويو، مولانا غلام محمد گرامي ۽ قاضي فيض
محمد اسان جي معاشري کي برقرار، باعزت ۽ باغيرت رکڻ ۽
هوش ڏيارڻ جي ڪوشش ڪئي، نوجوانن ۾ سوچ جو روح
۽ غيرت جو احساس پيدا ڪيو ۽ سندن حواسن کي صحيح

رکڻ جي ڪوشش ڪئي. مگر اسان جو البيلو وڏيرو، سيد، مير، ۽ پير ۽ رئيس ۱۹۷۰ع کان پوءِ وري بہ پراڻين مدهوشين ۾ دفنجڻ لڳو. افسوس، جڏهن ڪيس خاص بيدار ۽ باخبر رهڻ جو وقت آيو، تڏهن اهو وري بہ مدهوشيءَ ۾ ۽ البيلائيءَ ۾ غرطان ٿي ويو. ۽ اسين ۱۹۷۰ع کان پوءِ اڃا بہ اشد معاشرتي مصيبتن ۾ وڃي ڦاسون. سال ۱۹۷۷ع اسان لاءِ معاشرتي ۽ تعليمي ۽ ادبي لحاظ کان ۱۹۵۴ع کان بہ وڌيڪ خطرناڪ ۽ هيبتناڪ ثابت ٿيو.

۱۹۷۵ع کان ۱۹۷۷ع تائين اسان جي معاشري جو دور هڪ وڏي تضاد جو شڪار ٿيو. هڪ طرف ڪجهہ سڪون ۽ اعتماد پيدا ٿيو تہ ٻئي طرف اسان مستقبل جي سوچ ڇڏي ڏني ۽ معاشري جي مستقبل جي انديشن کان بي خبر ٿي وياسون. مرحوم ذوالفقار علي ڀٽي سوچ ۽ زبان ۽ اطمينان تہ ڏنو، مگر عمل، مستقبل جي گهٽي ۽ خدشات وساري ڇڏيا.

ياد رکڻ گهرجي تہ ڪنهن بہ معاشرتي، ادبي، تعليمي، فڪري ڪوتاهين ۽ ڪمزورين جي تلافيءَ ۽ حل لاءِ معاشري کي خود پنهنجي ذرايع ۽ وسائل ۽ سوچ ۽ عمل کان ڪم وٺڻو پوندو؛ آن لاءِ حڪومت تي مدار رکڻ، حاڪمن کان اميدون رکڻ، مخمور هاٿين تي ڀروسو رکڻو آهي. انساني معاشري کي پنهنجي آئيندي لاءِ، ان جي تعمير ۽ اصلاح لاءِ، پنهنجي انساني قوت تي، ان جي سوچ ۽ عمل جي بلنديءَ تي، مدار رکڻو آهي. پنهنجي اخلاق، علم ۽ تعليم جو خيال ۽ اون ۽ پنهنجي خير ۽ سلامتيءَ جي خواهش ۽ ان جو تدارڪ سڄي معاشري جي ذميداري آهي. حڪومت هڪ آلو آهي، وسيلو آهي- صحيح يا سازگار هجي يا نہ. حڪومت هڪ نشو آهي، جيڪو برباد بہ ڪري سگهي ٿو. بنيادي طرح معاشري جون خرابيون ڪڍڻ ۽ خوبيون اجاگر ڪرڻ معاشري جو پنهنجو ڪم



آهي. قانون فقط مددگار ثابت ٿي سگهي ٿو، مگر وڏو نقصان پ
پهچائي سگهي ٿو. حڪومتن جي حماقتن، سرشارين ۽ مدهوشين
جو ڪوبہ اعتبار ڪونهي. نشي ۾ هاٿي پنهنجا سپاهي لتاڙي
شير شاه جو شڪرو گهر جا ڪکڙ ماري. حڪومت
اڪيون پوري يقين ۽ ڀروسو رکڻ مصيبتن جي نشاني ۽ آغاز آهي.

هن وقت اسان کي پنهنجي معاشرتي تنظيمن جي ضرورت
آهي. اهي تنظيمون، جن ۾ صحيح سوچ رکندڙ، دل رکندڙ
سچا نوجوان ۽ بزرگ ڪنهن ٺوس عمل ڪـان ۽ فڪر کان
ڪم وٺي سگهن. اهو بلڪل ڪافي نہ آهي، جو برائيءَ، شرارت
۽ خرابيءَ کي برو سمجهجي. مگر اهو بلڪل ضروري آهي تہ
ڪوڙ کي ڪوڙ چئجي، برائيءَ کي برو چئجي، ۽ انهن جي
ارتڪاب کي روڪجي. رسول اڪرم صلعم جي حديث آهي:
"مسلمان اهو آهي، جو ٻئي مسلمان جي هٿ سان ۽ زبان سان
مدد ڪري." مسلمانن جو خون ۽ مسلمانن کي گوليءَ جو نشانو
بنائڻ ڪو خير جو ڪم نہ آهي. رسول اڪرم صلعم جي حديث آهي
تہ "توهان جو خون توهان تي حرام آهي."

اسان لاءِ پنهنجي ڪمزورين ۽ ڪوتاهين واسطي ڌارين
ڌارين ۽ غاصبن کي عتاب ڏيڻ يا انهن سان شڪايت ڪرڻ
بيڪار آهي. ڌارين کان، سواءِ جان جي نقصان جي، ٻي ڪهڙي
توقع ڪري سگهجي ٿي؟ پنهنجي هر قسم جي ڪميءَ ۽ برائيءَ
جو ڌارين کي باني يا انهن کي بنياد بنائڻ بيسود، بيمقصد ۽
بيوقوفي آهي. اسين پنهنجي گريبان ۾ بہ منهن وجهي ڏسون تہ
چڱو. ڇا، اسان پنهنجي معاشري جي انفرادي ۽ اجتماعي
فرض ادائي پوري ڪئي آهي؟ اسان کي پنهنجي حماقتن، مدهوشين
۽ بي پرواهين کان بچڻو آهي. اسان کان ٻيو ڪجهہ نہ پهچي
تہ رکو نفرت جو تہ اظهار ڪريون، ۽ آن ۾ اهڙا پرواهہ نہ
ڪريون تہ منهنجو ياءُ آهي، دوست آهي، ڳوٺ جو وڏيرو آهي،

حاڪم آهي، اسان جي واسطيدارن مان آهي. اسين هر ڪنهن بري عمل کي نه صرف برو سمجهون، مگر همت سان، ۽ بي خوف ٿي زبان تي آڻيون، ۽ ان جو کليو بيان ڪريون — ڪنهن گلا ۽ غيبت ۽ بدنيت سان نه مگر تلافيءَ سڌاري ۽ بهتريءَ جي نظر سان، حسد ۽ بغض ۽ عناد سان نه مگر خيرخواهي، محبت ۽ سڌاري لاءِ. اهڙيءَ طرح پنهنجي ان نفرت جو اظهار ڪريون، جو گناهه ۽ ڪمزوريءَ جو مرتڪب خود باز اچي، غيرت ڌاري، قربانيءَ جو جذبو رکي، ۽ خير جي ڪم طرف متوجه ٿئي. اسان لاءِ ضروري آهي ته بدعمل ۽ بدڪردار کي ۽ معاشري جي مفاد سان کيڏ ڪندڙ ۽ غداري ڪندڙ کي کليو کلايو نفرت ۽ ڌڪار جي نگاهه سان ڏسون. اسان جو اهو عمل سڌارڻ جي مقصد سان ٿيندو نه خارج ڪرڻ جي مقصد سان. جيڪڏهن ڪو ايجنٽ ۽ دلال آهي، ته ڪيس احساس ۽ شرم ڏياريون. جيڪڏهن ڪو وڪيل گهوڙو آهي ۽ پگهادار غلام آهي، ته ڪيس آگاهه ڪريون ۽ ڪيس تنبيهه ڪريون. ۽ اهڙيءَ طرح، هر ڪميءَ، ڪمزوريءَ، بي غيرتيءَ ۽ بي عزتيءَ جي نشاندهي ڪريون. ياد رکو ائين اسان جي فطرت ۾ ممڪن آهي ته پنهنجين ڪمزورين ۽ بي عزتين ۽ غيرت جو تصور ۽ فڪر مفقود هجي، اسان وٽ پنهنجي ان شعور کي جاگائڻ لاءِ تنظيمون گهُرجن، تعلقن ۽ ضلعن ۾ هجڻ ڪپن. جيڪڏهن ڪو سيد، مير پير يا رئيس بي حيا آهي، ڌارين جو پاليل ۽ سيکاريل آهي ۽ انهن جو آلو آهي ۽ انهن جي خوشامد ۾ مبتلا آهي، شڪارن ۽ دعوتن جي خوارين ۽ بي عزتين ۾ مخمور آهي ته وڏي وات ائين چئون ۽ آن کان پري رهون. جيڪڏهن استاد تعليم ۽ تدريس ۾ قاصر ۽ گنهگار آهي ته ڪيس شديد احساس ڏيون ۽ ايترو آن جي انهيءَ گناهه کان پنهنجي نفرت جو اظهار ڪريون، جو اسان جي معاشري جي اهڙي اولاد ۽ اسان جي



نسلن لاءِ اهڙي بي ڪار ۽ نافرض شناس ۽ بي درد استاد جو پيدا ٿيڻ به مشڪل ٿي پوي.

ياد رکڻ گهرجي ته معاشرتي ڪمن ۾ معاشري جو پنهنجو دٻاءُ ۽ رعب قانون کان به وڌيڪ اهميت رکي ٿو. مجال آهي، جو معاشرو جڏهن ڪنهن ڪم، فڪر ۽ عمل کي برو سمجهي ۽ نفرت سان ڏسي، ته ان جو ارتڪاب ممڪن ٿي سگهي يا اها ڪمزوري يا برائي مرض ٿي پکڙجي سگهي! اسان جو ان سچيءَ ڪوشش ۽ مجاهدي ۾ فقط عام انساني، تعليمي، اخلاق ۽ معاشرتي جذبو ۽ ذميداري مقصود آهن. بدڪردارن جي انتباهه ۽ سندن تباهيءَ کي روڪڻ لاءِ معاشرو انفرادي ۽ اجتماعي نموني سان ڪيترائي مؤثر طريقا اختيار ڪري سگهي ٿو.

آءٌ پيپلس پارٽيءَ جي تاريخ ۽ بنيادي عمل کي وڏي قدر سان ڏسان ٿو، جيتوڻيڪ آءٌ وائيس چانسيلر يحيٰ خان جي حڪومت ۾ ٿيو هوس ۽ استعفا پيپلس پارٽيءَ جي حڪومت جي عروج جي وقت ڏني هئم. خوبين جو اعتراف ڪندي سندن چند لاابالين ۽ بي پرواهين جو به ذڪر ڪندس. مرحوم ذوالفقارعلي ڀٽي صاحب پاڪستان جي تاريخ ۾ پهريون ڀيرو غريب ۽ حقير، هاري ۽ مزدور، نوجوان ۽ شاگرد کي عزت ۽ وقعت جي مڪان جو مالڪ بنايو، نه ته اسان جي ملڪ ۾ رڳو زباني جمع خرچ رهيو هو. هارين، مزدورن، نوجوانن ۽ شاگردن غريبن کان حاڪم ۽ حڪومتون پري رهندا رهيا، چڙڪندا رهيا، ۽ ڊڄندا رهيا، سندن رات ڏينهن هنن جنن جي خوف کان ننڊ حرام هئي. حاڪم ۽ حڪومتون انهيءَ خوف ۾ راتين جو پوت ۽ ڏينهن جو تارا ڏسندا هئا. ڀٽي صاحب اسان جي هن ملڪ جي آفسرده ۽ ذليل گروهن کي اهميت، غيرت، بي باڪ فڪر ۽ زبان جو مالڪ بنايو ۽ ملڪ جو سچو ۽ اصلي وارث قرار ڏنو. هن عوام الناس جي خوشي طرف توجه

ڏنو، ۽ اجاره داريءَ ۽ حاڪميت کي روڪڻ ۽ لغام ڏيڻ
قبضي ۾ رکڻ جي ڪوشش ڪئي. هن قوم سان چنڊ تي پهچڻ
جون ڳالهيون ڪيون ۽ ٻڌايون. هن غريبن هارين، مزدورن،
نوجوانن ۽ شاگردن کي خواب غفلت ۾ لوڏيو ۽ جهنجهوڙيو
۽ اٿاريو.

اهي سڀ ابتدائي ۽ آغاز جون ڳالهيون هيون ۽ انهن
سان اسان جي ملڪ جي معاشري ۾ نئين جان ۽ نئون روح
پيدا ٿيو، مگر خبر نه آهي ڇو، انهيءَ خير جي ڪم ۾ ڀٽي
صاحب وڌيڪ وک نه وڌائي ۽ ان کي نه صرف اڌ ۾ ڇڏيو
مگر انهيءَ سچي جذبي کي ڪجهه ڌڪ لڳايو ۽ ڇيهو پهچايو،
وري به سرمائيداري سازش، مڪاري، حاڪميت، گروه بندي،
اٻيلائي ۽ ٻوڏلائي نمودار ٿيون. انهن معاشرتي خرابين کي وري
سگهون ڏنو ۽ انهن جو رسو ڍلو ڪيو. حڪومت ۽ حاڪميت
هميشه لالچ، خود غرضيءَ، انتشار ۽ بداخلاقيءَ کي دعوت
ڏيندي آهي. حاڪم جن ڏاڪن ڪان چڙهندا آهن، اهي وساري
ويهندا آهن. ڀٽي صاحب اهي ابتدائي خوبيون ايتريقدر عقلمند
هوندي به خبر ناهي ڇو وساريون ۽ نظرانداز ڪيون! انسان جي
ڪِرڻ ۽ ڪمزوريءَ لاءِ حاڪميت ۽ هيچ جهڙيون ٻيون کي
بريون ۽ خطرناڪ شيون ثابت نه ٿيون آهن.

جنهن به حڪومت ۽ معاشري جي نظريي ۾ ۽ پروگرام
۾ غريب، هاريءَ، مزدور، نوجوان ۽ شاگرد جي مستقبل ۽
خوشيءَ جي جهلڪ ۽ لهر نه آهي ۽ مقصد نه آهي، ته اهو
پروگرام يا اها حڪومت ظلم، تشدد ۽ ڦرلٽ تي وڃي بنياد
رکندي. پيسو ۽ حڪومت هر بدڪرداريءَ، بداخلاقيءَ، بي غيرتيءَ،
بي مروتيءَ، معاشري سان لاتعلقيءَ ۽ ان سان ظلم جو بنياد
آهي. ائين نه هجي ها ته الله تبارڪ دنيا ۾ نبين کي ۽ قوم
جي سڌاريندڙن يعني مصلحن کي وڏي ۾ وڏو تونگر ۽ حاڪم

ڪري پيدا ڪري ها ۽ فقر ۽ غربت ۾ نه ماري ها. قس
جي ستم ظريفي نه ڏسو ۽ اسان جي چڱن مڙسن جي مسخ
ته ڏسو! هو حاڪم ٿيا ۽ زمين جا مالڪ ٿيا، ڪراچي
۽ ان ۾ خوب زمينون ۽ پلاٽ ورتائون. وٺ وٺ ۽ ڪلها
لڳي پيئي هئي، مگر وڃن نظر، دل ۽ فڪر نه هئڻ جي ڪ
ڪانئڻ، مستقبل جي ڪا سوچ رکي، ڪجهه به نه ٿي سگه
ٿورو وقت گذريو ته اهي زمينون ۽ آهي پلاٽ سندن ڪراچ
جي سرڻتن، دلالن ۽ حڪيمن کي ڏنائون ۽ وڪيائون. ۽
ڇهڪي پيسا مليا سي وڃي ڳوٺ جي سرڻتن، ڪٽڻن، شڪار
بندوقن ۽ دعوتن تي خرچ ڪيائون. اسان جي چڱن مڙسن
شهن جي ڪاڻ ۽ خارج ڪرڻ ڪان سواءِ معاشري جي ڪ
به ڪم جي خبر نه رهي. اهو هڪ عجيب منظر آهي،
اسان جي معاشري جي خوشحال، خوش قسمت ۽ متمول ط
۾ معاشرتي ارتقا، سوچ ۽ بهتريءَ تي خرچ ڪرڻ يا ان
همٿائڻ يا معاشري جي سڌاري ۽ واڌاري لاءِ دل کولي
ڪرڻ هڪ وڏو مشڪل ڪم رهيو آهي. سندن خير جو ت
فقير کي ڇڻن آنن ڏيڻ ۾، مسجد جي ملا کي ماني ڪارائڻ
يا گهٽيءَ ۾ گهٽو ڪنهن فوتيءَ جي ماني ڪارائڻ ڪان سواءِ ڪج
به نه رهيو آهي. پنهنجي اولاد ڪان سواءِ ٻين جي اولاد
ڪڏهن به فڪر نه ڪيائون. مگر افسوس ان اولاد جي
پرورش ۽ محبت به تباهيءَ طرف مائل رهي. افسوس اهو آ
ته هوندي سوندي به نه هنن پنهنجي اولاد جو سوچيو نه
جو سوچيو، نه معاشري جي مستقبل جي ڪا اون رکي. معاش
ذميداريون سندن تصور ۾ به نه رهيون، ۽ معاشري لاءِ خ
ڪرڻ طرف ڪڏهن به توجه نه ڏنائون. ڪراچيءَ ۽ لاهور
بازارين جو ڪاڄ رهيا، هوٽلن ۾ ناچن ۾ گهمندا رهيا،
معاشري ۽ وقت جي تقاضائن جو ڪو به خيال نه رکيائون. عل

تعليم، تدريس، ادب ۽ نسلن تي خرچ ڪرڻ هنن لاءِ عبث هو!

آءٌ عرض ڪندس تہ اگر اسان کي عزت، وقار، خوشحاليءَ ۽ نسلن جو خيال آهي، تہ اسان مان جيترا ٿي سگهن ڪراچيءَ ۾ رهائش اختيار ڪن. اسان کي اهو نعرو بلند ڪرڻو پوندو تہ ڪراچي، حيدرآباد ۽ سکر هلو. اگر مستقبل جي ڪا سوچ آهي تہ اسان جي هر طبقي جي شخص کي، پوءِ اهو غريب هجي يا خوشحال هجي، اجتماعي طرح يا انفرادي طرح سنڌ جي هنن ٽن شهرن ۾ اڄ ۽ آجهو ڳولهڻو پوندو. هي سورهين صديءَ جي دنيا نہ آهي ۽ آهي مستانگيون ڪم نہ اينديون؛ هيءَ ويهين صديءَ جي نظرياتي ۽ ڪشمڪش جي دنيا آهي، اِن جون تقاضائون پوريون ڪرڻيون پونديون. اڄ هر قسم جي سرمايي جو، افراتفريءَ ۾ وڃائڻ وڏو گناهہ آهي.

مون کي اسان جي معاشري جي سون نوجوانن جي قسمتن تي رحم ٿو اچي، جن جي مائٽن ۽ بزرگن لاپرواهيءَ ۽ البيلائيءَ ۾ مواقع وڃايا ۽ تنگ نظريءَ ۾ قسمت کي لتون هنيائون. جن اهي پلاٽ وڪيا يا مرڻن ۽ حڪيمن کي ڏنا، انهن جو اولاد باصلاحيت ۽ تعليم يافتہ ۽ برجستہ هئڻ هوندي بہ رهائش ۽ وقار جي مشڪلات ۾ مبتلا آهي. اسان کي گهوٽن چڙهڻ جي ڪابہ ضرورت نہ آهي. جنهن نموني اسين وڌون ۽ ويجهون پيا، گهوٽ وسندا رهندا. مون نوجوانن کي زندگيءَ ۾ شهري سهوليتن جي فقدان جي ڪري روئندو ڏٺو آهي. سندن بزرگ اگر ٿورو سوچين ها تہ پنهنجي اولاد کي انهيءَ مصيبت ۾ نہ ڌڪن ها عشق، نمائش، تنگ دليءَ، تنگ نظريءَ ۽ جهالت ۾ پنهنجو اولاد ۽ انهن جو مستقبل بہ وسري وين. ڪراچي، حيدرآباد ۽ سکر اهڙا شهر آهن، جن ۾ هر اميرَ ۽ غريب، مزدور ۽ نوڪري پيشي لاءِ ننڍي وڏي واپار يا ڪمائيءَ جي گنجائش آهي. هلو، ڪراچيءَ هلو، حيدرآباد هلو، سکر



هلو! ٿوري همت هجي، بک ڪوبہ نہ مرندو. شايد اڻين اسان
جي معاشري لاءِ زندگي آسان ۽ باوقار ٿي پوي.

آءٌ اڄ بہ حيران آهيان تہ اسان جي درخواستن تي
استدئن ۽ اپيلن تي بہ حڪومت ڇو اسان کي اسان جا تعليمي
۽ ثقافتي ادارا واپس نہ ٿي ڪري، شهرن ۾ اسان لاءِ قصداً
اڄ حڪومت ديوارون ڪڙيون ڪري رهي آهي ۽ خندقون کوٽي
رهي آهي. آءٌ اڻين چوندس تہ گذريل اڻن سالن ۾ حڪومت
سنڌ ۽ حڪومت پاڪستان اسان لاءِ هر مرحلي ۽ ميدان تي
رنڊڪون پيدا ڪيون آهن ۽ اسان کي نقصان پهچائڻ جي
ڪوشش ڪئي آهي، جيئن اسان جي ڪٿي بوءِ بہ نہ هجي
جو اسان جو ڪراچيءَ ۾ ڪو مٿون پير بہ نہ لڳي ۽ اسان
لاءِ ڪا شيءِ شان ۽ وقار جي ٺهيل نہ هجي. اسان ڪيترا ادار
پنهنجي خون پسيني سان ٺاهيا آهن، اسان جي معاشرتي، تعليمي
ثقافتي امداد ۾ سواءِ زبان خرچ جي اڻن سالن ۾ حڪومت
پاڪستان ۽ حڪومت سنڌ ڪجهہ بہ نہ ڪيو آهي. اها هڪ
ڏک ۽ افسوس جي ڳالهہ آهي تہ هنن اڻن سالن ۾، حڪومت
پاڪستان ۽ حڪومت سنڌ سنڌي معاشري، سنڌي نوجوان ۽
ان جي مستقبل جي سوچ رکندي يا اجتماعي ترقيءَ لاءِ خي
جو ڪم ڪجهہ بہ نہ ڪيو آهي. تعليم، زمين، پاڻي، نوڪريون
ڪارخانا، واپار، سڀني ڳالهين ۾ سنڌ جي مفاد خلاف ڪيو وي
آهي. ڪن پڻن، گلاخورن، بزدل دلالن جي پٺي ٺاپري ويئي
يا ڪک پريَ ويئي، تہ ڇا ٿي پيو؟ سنڌي عوام جهڙو ا
ذهني ۽ فڪري طرح حيران ۽ پريشان آهي ۽ وٺ پڪڙ
آهي، اهڙو وقت هن لاءِ اڳي سڄيءَ تاريخ ۾ نہ آيو. ڪراچي سن
جو شهر آهي، دارالحڪومت آهي، ڪنهن جي ذاتي ملڪيت
۽ جائداد نہ آهي: سنڌ معاشري جي مفادن کي نظرانداز ڪر
يا انهيءَ کي رعب تاب سان هيسائي اسان جي حڪوم

ڪڏهن ۽ سوپ ڪانه ڪئندي. اسين ڪراچيءَ کي ، حيدرآباد کي ۽ سکر کي، هميشه وانگر سنڌ جي ادب، ثقافت ۽ شان جا مرڪز بنائڻ گهرون ٿا. ممڪن آهي وقت اچي ويو آهي ته اسان کي مجبور ٿي ڪراچيءَ ۾ سنڌي معاشرتي مفاد لاءِ هڪ ٻيءَ يونيورسٽيءَ جي تقاضا ڪرڻي پوي. هيءَ منظم سازش ۽ سنڌ خلاف، خبر نه آهي ته اهو ڇو نه ٿو سمجهيو وڃي ته اسان جي ملڪ ۽ قوم لاءِ مضر ثابت ٿيندي.

اسان مان هي جهڪي ٿي رهيو آهي ۽ ڪيو وڃي ٿو، اهو سڀ اسان جي افعالن ۽ فڪر جي فقدان جو نتيجو آهي. اسان جا بزرگ حڪومت جي رعب جا شڪار آهن ۽ هڪٻئي کي حسد، بغض ۽ عناد ۾ ڇيري ڦاڙي ڪاڍڻ وارا آهن. ڏسڻ ۾ اچي ٿو ته ٻئي صاحب جي زماني جي الولين، مستانگهن ۽ بي پرواهين ۾ هيڪاري سنڌن هڏ گڏ ڏٺي ۽ ڇڇي، نسقا ۽ ڇور ٿي ويا، سمجهيائون ته اها خوش نصيبيءَ جي حالت کين هميشه لاءِ نصيب رهندي. سازشي طاقتن جو اندازو نه لڳايائون ۽ اهو نه سوچيائون ته سنڌن پيرن هيٺان زمين نڪري رهي هئي. جن منجهائن فائدا ورتا سيئي سنڌن قسمتن جي ابتريءَ ۾ خوش رهيا ۽ مصروف رهيا. اسان جي هنن بزرگن پاڪستان جي تاريخ مان اصل سبق نه سکيو. خود غرض، تنگ نظر رهي ۽ معاشري جي اون کان سواءِ، عزت جي توقع رکڻ خام ۽ عبث آهي.

پيپلز پارٽيءَ جي حڪومت خبر نه آهي ڇو ايترو جلد پنهنجو روح ۽ پروگرام ڇڏي ويٺي. نه اُن ڪندي ۽ غافل رهي نه حق ملندا آهن نه حڪومتون هلنديون آهن.

جيئن مٿي عرض ڪيم، ته جيئن سنڌ بابت پيپلز پارٽيءَ سان اختلاف رکندي به آءٌ سنڌس حڪومت کي عوام ۽ معاشري جي نگاه کان قدر سان ڏسندو رهيس ۽ هميشه جڏهن به موقعو مليم کين سنڌن بي پرواهين ۽ غلطين کان آگاه ڪيم. مثلا،

جي تعليمي پاليسيءَ ۾ ابتدائي ۽ ثانوي تعليم تمام سٺي ...
سوچي ۽ هلائي ويٺي، مگر سنڌن اعليٰ تعليم جي پاليسي ...
۽ خطرناڪ رهي. سنڌ ۾ سنڌن خوفزده پاليسيءَ اسان کي ...
نقصان پهچايو. اسان جي نوجوانن ۾ بلاوجه ۽ بي سود ...
پيدا ڪيو ويو. سنڌ جي عالمن، اديبن ۽ مفڪرن کي ...
۽ دٻايو ويو. سنڌ جي تعليمي ۽ ثقافتي مرڪزن کي ...
پريشان ڪيو ويو. سنڌ جي اخبارن ۽ رسالن ۽ پريسن ...
نابود ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي.

افسوس هي آهي ته اهو نه سمجهيائون ته حڪو...
جو واڳون هميشه نه رهيون آهن، ۽ اسان جي ملڪي فض...
۽ سازشي هوا ۾ بنيادي افراتفريءَ جو امڪان هو. اهو...
سمجهيائون ته سنڌ ۽ سنڌي معاشرو پيپلز پارٽيءَ جي حڪ...
کان وڌو هو، ۽ هر معاشرو سياسي گروه بنديءَ کان افضل ...
پيپلز پارٽيءَ جي حڪومت ۾ اسان جي بزرگن ۾ ڪاهلي و...
ويٺي. جيئن قائد اعظم، لياقت عليءَ کي وزير اعليٰ بنائي پاڪ...
۾ هر ڪمزوريءَ، فساد ۽ انتشار جو بنياد وڌو، تيئن اسان...
پنهنجي معاشري جي سردارن کي سڪون ۽ لاپرواهي ڏيئي...
باقي به نامرد ڪيو ويو. ممڪن آهي نه وقت اچي ۽ ...
سازگار هوا لڳي. مگر وقت جو ملڻ خدا جي وس آهي، ا...
جي وس ۾ نه آهي. اسان پنهنجو وقت غفلت ۾ گذاريو
جو نتيجو ڀوڳي رهيا آهيون. اسان جي الولين اسان کي
۾ وڌو. اسان خواب غفلت ۾ رهياسين، فطرت جي آزمائش
کان حساب ورتو. اسان جو امتحان ورتو ويو ، اسان جي معا...
تي اڇا ۽ وار ٿيڻ وارا هئا، اسان کي پنجڻو هو، مرڻو ه...
رت ڏيڻو هو، قدرت کي پنهنجو حساب وٺڻو هو. اسان جي معا...
سان جهڪي ڪچهه ٿي رهيو آهي، سو سڀ اسان جي بزرگن...
گردنن تي آهي. پروردگار جي پڪڙ تمام شديد آهي.

خير، وقت گذرندو رهيو ۽ اسان قائم ڪيل فضا ۽ حالتن جي رجحان کي ڏسندا رهياسين ۽ پرکيندا رهياسين. منهنجا فقير ۽ قلندر دوست ۽ آءٌ لکڻ پڙهڻ ۽ ٿوري محدود دائري ۾ خاموش مگر ڏوس ڪم ڪندا رهياسون ۽ استادن، اديبن ۽ نوجوانن جي مدد ۽ مشوري ۾ رڌا رهياسين. تان جو ١٩٨١ع جو سال آيو ۽ اسان جي ملڪي حالتن هڪ عجيب ڦيرو ڪاڌو. حاڪمن ۾ اطمينان ۽ اقتدار جو نشو ۽ گهمنڊ ظاهر ٿي ميدان تــي آيو. قوم ۽ معاشري ۾ بي بسي ۽ نراسائيءَ جي فضا قائم ٿي. جيڪي هٿ حڪومت جي طرف نه ٿي آٿيا، سي هاڻي خدا ڏي ٻاڏائڻ لڳا. اسان جو معاشرو موت جو منهن ڏسي رهيو هو.

١٩٨١ع ۾ جيڪي ٿيڻ لڳو ۽ جنهن دليرانه، بي دردانه نموني حالتون پيدا ٿيون، تن ۾ اسان جي معاشري جــو ڪو به فرد واحد نقصان کان نه بچيو. تقريباً نفسانفسيءَ جي حالت پيدا ٿيڻ لڳي، پريشان حاليءَ ۾ ڪا واه نه رهي. اسان جي بزرگن جي البيلائين ۽ معاشري جي مستقبل سان لاتعلقي ۽ پاڪستان جي تاريخ مان سبق نه سکڻ ڪري، اسان جــو معاشرو ڪري وڃي پٽ پيو. عمل ۽ فڪر جو جمود لڳي ويو. سياسي، سماجي، انتظامي زندگي گندي ٿي ويئي. ڪو انسان، ڪو ادارو نه رهيو، جنهن کي ڪنهن عزت، وقار ۽ اميد جو حامل سمجهي سگهجي. دوست ۽ دشمن، سچ ۽ جاسوس جي ڄاڻ سڃاڻ ۽ پرک نه رهي. سڄو معاشرو بغض ۽ نفرت جو شڪار ٿيڻ لڳو. بي اطميناني گهر ۽ فرد کي ورائي ويئي. وطنيت، شهريت ۽ ايمان کي به نه بخشيو ويو. مارشلا عارضي ۽ برو سمجهندي به، ڏکهو ٿيو ۽ ٿيندو ويو. اسان جو ملڪ ۽ معاشرو جرم جي پيشي ۽ گناه ۾ غلطان ٿيو ۽ ٿيندو ويو. ڪنهن شيءِ ۾ ڪنهن انسان ۾، اعتبار نه رهيو. ڪا شيءِ عزت ۽ احترام جــي حقدار نــه رهي. معاشرو اسلامي قدرن جو حامي ۽ حامل فقط نالي ۾ وڃي رهيو.



آمريت آن کي انساني قدرن ۽ تخيل کان خالي ڇڏيو، ۽ ڪو ڪ
۽ بي روح بنائي ڇڏيو.

هن ملڪ ائين، مجموعي طور، پنجٽيهه سال طوفانن، فري
۽ سازشن ۾ گذاريا.

عزيزو! روحاني، انساني، فڪري، اخلاقي ۽ ادبي ڳالهيو
ڪيئن پيدا ٿينديون، جڏهن جاهل کــي برتري، مجرم ک
افسري، ڦوروءَ کي برتري، لکڻ پڙهڻ تي بندش، ٻڌڻ ٻڌائڻ
زبان تي بندش، فڪر ۽ مشوري تي بندش، اهــي سڀ شي
۽ قوتون جيڪي انسان کــي اشــرف المخلوقات لقب ع
ڪن ٿيون، اهي ضايع ۽ مفقود ٿــي ويون. اهڙيءَ البيلائيءَ
مدهوشيءَ ۾ ٻهرن کان پ ِن جي تقاضا ڪئي ويئي، ڇاموڻن
ڇامن جون ۽ لومڙن کان شينهن جون تقاضائون ڪيون ويو
ڪانڌيري کــي وڻ تصور ڪيو ويو. جاهل مفڪر ٿــي پي
مسخرا ليڊر ٿي پيا، گڏهه سياستدان ٿي ويا، ڪوڙ مذهب
پيو. منافقت رهبري اختيار ڪئي. آهي ڪا اهڙي شيءِ، جي
قرآن ۽ رسول نندي هجي يا بري قرار ڏني هجي، جيڪا ا
جي معاشري ۾ هن وقت رائج نه هجي؟ جيڪا ذلت اسان ق
نه ڪئي هجي؟ آهي ڪو اهڙو مضر فعل ۽ قول جنهن
تعريف ۾ ۽ پذيرائيءَ ۾ اسان ڪا ڪوتاهي ڪئي هجي؟ اهڙ
فضا ۾ ڪنهن انساني معاشرتي فضا جي اميد رکڻ ڪيئن
معقول ڳالهه ٿي سگهي ٿي؟

اوهان کي خبر آهي ته ڊاڪٽر جڏهن اخبارن ۾ پنهن
اشتهار وجهائيندا آهن ته انهن کي ٺڳ نه ته به انهن کي
طبيب ضرور چوندا سون، استاد ۽ عالم ائين ڪري ته آن
جادوگر نه، ته به نيم ملا ضرور چوندا سين. اهڙو اديب، جي
پنهنجي لکڻيءَ جي ناموس ۽ پذيرائي هوٽلن جي دعوتن، ڳا

جي سازن ۽ جاهلن جي هٿان ڪرائي ۽ ان کي اُن جي نقب ڪشائي سڏي — جنهن کــي آءٌ قبض ڪشائي سڏيان ٿو — اهڙين ڀڃاڪن ۽ ڦٽاڪن ۽ دهلن دمامن سان ادب کي اُڏو آٺ هڪ مسخري آهي. دنيا جي تاريخ ۾ ۽ اڄ به دنيا ۾ ڪٿي به ادب سان هيءَ جٺ سوچڻ ته ٺهيو مگر برداشت نه ڪئي ويندي آهي. هرڪو انــڌو منهن، جــڏو ۽ جــاهل لئي مان لــٽ پيجيو، هــوتلن تــي چاهيون پياريو، ڪيڪ پيسٽريون ڪارايو، پــان ورهايو، ڪنهن وزير کي ڪن مان جهلي هار پارايو، اديب ٿيو وڃي! اسان وٽ استاد، عالم ۽ اديب ٿيڻ ڪيڏو نه آسان آهي! اهڙي معاشري جو حشر ڇا ٿيندو، جنهن جــي ادب کي ’قبض ڪشائيءَ‘ جي ضرورت هجي! اسين ادب ۽ معاشري جو ڇا غليظ معيار قائم ڪري ويٺا آهيون! ڊيڪيون وڄائي، نــاچ ڪري، اسان ادب ۽ اسلام ٻنهي کي رسوا ڪيو آهي، دنيا اسان جي معاشري جي ادب، فڪر ۽ عمل جي انداز تي کلي رهي آهي. ياد رکو ادب، تدريس، فڪر ۽ تحقيق ۽ اخلاق پنهنجو پاڻ مقام پيدا ڪندا آهن. صحيح روح ۽ جان کي دفــن ڪرڻ ۽ لڪائڻ مشڪل آهي، ڪوڙ ۽ ڍونگ کي پکيڙڻ ۾ نمائش ۽ ڪاڏو ڪپي. سچ ۽ معياري ادب کي ڦوڪن ســان وڏو ڪرڻ يا انجيڪشن ڏيڻي، جيئري رکڻ جي ضرورت نه آهي. ٿوس ادب، اديب جي مرڻ کان پوءِ به پنهنجو مقام حاصل ڪندو آهي. اسان جا ڪيئي اديب، مسخرا، جادوگر ۽ دهلاري ٿي پيا آهن. ادبي ۽ فڪري دنيا ۾ اسين ڪيڏي به ڪٿي لپاڙ هڻون، پاڪستان کي ۽ اُن جي ادب کي ادنيٰ ۽ مريض درجي ۾ شمار ڪيو وڃي ٿو.

سائين! ۱۹۸۱ع ۾ اسان جي ملڪ ۾، جيئن مون عرض ڪيو، زياده مدهوشيءَ، پاڳل پڻي ۽ انحطاط جي طوفان جو آغاز ٿيو. چوڌاري اسان جا بزرگ ڇڙوڇڙ ۽ تتربتر ٿي ويا. ڪم عقلي

۽ دولتمندي ڪين ذلت جي طرف وٺي وڃي رهيون هيون. اسـ
جي معاشري ۾ هر فرد ڇهڻ هٺ ۾ ۽ گوهين ڪاڻ ۾ مصروف
هو. ڏاڍيو سو گابو. شرم ۽ حيا جو تصور ئي ختم ٿيڻ لڳو
تعليم پٽي ۽ پست ٿي رهي هئي، آدارا بند، استاد حيران
پريشان ۽ غريب مائٽ مصيبت ۾ غلطان هئا. اسان جي بزرگ
کي چڻ خبر ئي نه هئي ته ڇا ويڙهن ٿي رهي هئي، ۽ اسان جـ
معاشرو ڪيڏانهن وڃي رهيو هو. جڏهن اڪيون پيٽ کان وڏيو
ٿين ۽ نظر پيٽ کان پري نه هجي ته حِس ۽ سوچ جي ڪهڙ
توقع ڪري ٿي سگهجي! ٻنپور ڪي باه لڳي چڪي هئي، مـ
پاڻ هنبوشيون هٿندا رهيا، غلاميءَ جون سڀ عادتون پنهنجـ
ڳچيءَ ۾ وڌائون، ۽ جيئن قرآن چيو آهي، اندا، گونگا ۽ ٻوڙ
منجهن سوچ ئي ختم ٿي ويئي هئي. چوڌاري علم، ادب ۽ معاشر
جي مستقبل ۾ دلچسپي رکندڙن کان دانهن نڪري ويئي
آمريت، استبداد ۽ استحصال انسانن کي جانور بنائي ڇڏيو هو
۽ ويچارا، هيڻا ۽ آپاڪا اديب ۽ درد رکندڙ انسان اونداهي
۾ هٿوراڙيون ڏيڻ، هيڏانهن هوڏانهن ڀڄڻ ۽ واويلا ڪري نڪـ
سندن حيراني، پريشاني ۽ اصرار اسان کي نومبر ۱۹۸۱ع
ڪراچيءَ ۾ هڪ ادبي ڪانفرنس گهرائڻ تي مجبور ڪيو
جنهن ۾ ادب ۽ معاشري جي مضمونن تي فڪر ۽ خوض ڪيو
ويو. هن ڪانفرنس دنيا جون اکيون کولي ڇڏيون ۽ اسين خو
سڄيءَ سنڌ جي درد ۽ دل رکندڙن جي اجتماع کي ڏسي، الـ
جو شڪر ڪري رهيا هئاسون. ان عظيم اجتماع سڀ ڊپ
خدشا مٽائي ڇڏيا، ۽ سنڌ پنهنجي جان ۽ روح ۽ ارادي کي
نروار ڪيو. سڄيءَ سنڌ مان عالم، استاد ۽ اديب، شاگرد
مفڪر، بڪايل ۽ اڃايل ۽ پياسا پاڻي پاڻي ڪري پهچندا آيا. سنڌ
مدرسي ڪراچيءَ ۾ هيءُ منظر دل ۽ روح کي سڪون ڏيڻ وار
هو. سنڌ جي ڪربلا ۾ هيءُ جوش ۽ خلوص ڏسي، معاشري جي
مستقبل ۾ اميدون نظر آيون.

تقريباً ٻارنهن هزارن کان مٿي، بي سروساماني‌ءَ جي حالت ۾ ۽ بي بسيءَ جي حالت ۾ ڪيترن عالمن، اديبن، مورخن، استادن ۽ نوجوانن جو اجتماع دل پرينڌڙ هو. هن اجتماع ۽ منظر کي ڏسي، خدا جو شڪر ڪيوسين. اسان جي معاشري جي مستقبل ۾ هر ڪنهن قسم جي اميد جي جهلڪ نظر آئي، ۽ آهو سچو هفتو سنڌ جي ادب، تعليم ۽ معاشري جي حيات نؤ جي ذڪر اذڪار جي حوالي هو. اسان جون اخبارون ۽ رسالا ڪيترن سالن ۾ پهريون دفعو بي ٻادڪ نموني ۽ وحدت فڪر سان لکڻ لڳا. سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ هر طبقي ۾ هڪ نئون روح ڊوڙي ويو. هي پهريون دفعو اسان جي معاشري ۾ اهو منظر هو، جو اسان جون نمائيون ۽ اديون مردن سان گڏ مقالن جي هر نشست، تقريرن جي هر پروگرام ۽ هر سيمينار ۾ دليرانه نموني ۽ وڏي معيار سان مردن سان گڏ حصو وٺندي ڏٺيون سين، ۽ پر ڪيوسين ته هي غريب، نحيف ۽ شرمائيون نمائيون ڇا جوش جون حامل، ڇا صلاحيتن جون پتليون هيون! هن تسلي بخش ۽ پُروقار فضا لاءِ آءٌ سڀني عزيزن، دوستن، استادن، اديبن، بزرگن ۽ نوجوانن، مردن ۽ عورتن، جو مشڪور آهيان، جن اسان جي معاشري جي مستقبل جي اونَ ۽ سوچ رکڻ جو ثبوت ڏنو. پنهنجي هڙان، ڪيترين دقتن هوندي به، ايترا ڏينهن ڪراچيءَ ۾ گذارڻ هڪ وڏي قرباني، ۽ معاشري جي مستقبل ۾ اميد ۽ آن جي بنيادي صحت ۾ اعتماد، ۽ آن لاءِ دل ۾ اعليٰ امنگن رکڻ جي نشاني ۽ شاهدي هئي. خير، هن اسان جي ڪاميابيءَ، ۽ پنهنجي معاشري جي هن خود اعتماديءَ ۽ عزم جي اظهار اسان کي به جان ڏني ۽ اسان نئين ارادي ۽ نئين آدمي سان وڪ وڌائي اڳتي ڪم هٿ ۾ ڪنيو. دوستن ۽ سڄڻن جا در کڙڪاياسون، هٿ ٻڌي عرض ڪيوسون ۽ بلند آواز سان پڪاريوسون. آن جي پاداش ۾ امين ڌارين جي چميگوين، انگلشت نماين ۽ گارين جو مرڪز



به بنياسين، مگر انهن حالتن کي اسان پنهنجي ڪوشش جي فروغ لاءِ سٺو سوڻ سمجهيو. هاڻي اسان سوچيو ته ڪجهه پنهنجين مائرن، ادين ۽ نياڻين کي به ته خاص سڏ ڏيئي ڏسون، ۽ سائين! هنن ته ڪمال ڪري ڇڏيو. هن سنڌ جي سڏ تي لبيڪ چوڻ سان سنڌي عورتن دنيا کي حيران ڪري ڇڏيو، مون هن سنڌي عورت ڪانفرنس جي ڪاميابيءَ تي پروردگار جو شڪر ڪيو، ۽ نفل پڙهي دعائون ڪيون.

سنڌي عورت ڪانفرنس اپريل ١٩٨٢ع ۾ پنهنجي نوعيت جو سنڌ جي تاريخ ۾ پهريون اجتماع هو. ساڍن ٽن هزارن کان مٿي عمررسيده، نوجوان، پڙهيل ۽ اڻ پڙهيل، عورتن جو هي اجتماع سنڌي معاشري لاءِ معجزو هو. انهيءَ مان ظاهر هو ته اسان جي معاشري جي مستقبل جي اون اسان سڀني ۾ ۽ خاص طرح اسان جي مائرن ۽ ڀينرن ۾ ڪيتريقدر وسيع ۽ گهري هئي. هي ڇا منظر، ڇا تنظيم، ڇا تدبر، ڇا اخلاق، ڇا هماهمي، ڇا جوش، ڇا سنجيدگي، ڇا سادگي، ڇا حيا ۽ حجاب جو منظر، مگر تڏهن به ولولي ۽ جوش سان پرپور! اسان جي سنڌي عورتن کي شاباس هجي! هي اپريل ١٩٨٢ع جا ٽي ڏينهن سنڌي مسلم هائوسنگ سوسائٽي ڪراچيءَ جي اراضيءَ ۾ وسرڻ ۽ وسارڻ جا نه آهن. ايترين سنڌي عورتن جو پنهنجي خرچ مان، ٻنان ڪن سهولتن جي، همت رکي ڪراچيءَ ۾ سڄيءَ سنڌ جي ڪنڊڪڙڇ مان، معاشري جي هر طبقي مان، اچي گڏ ٿيڻ سنڌن ئي شان هو. هن ڪانفرنس ته اڃا به اسان کي احساس ۽ اميد ڏني ۽ اسان جي دل وڏي ڪئي. اسان ڏٺو ته اسان جي معاشري جي مستقبل جي اون ۽ فڪر اسان جي عورتن ۾ مردن کان به زياده نظر آيو. اسان کي معلوم ٿيو ته اسان جي عورتن کي اسان جي اجتماعي ۽ معاشرتي تاريڪيءَ، خطرات ۽ تباهيءَ جو شديد احساس هو، ۽ منجهن مردن کان به وڌيڪ خوف ۽ تذبذب جي تيز شناس نظر آئي.

هنن ڪانفرنسن کان پوءِ اسان جي اڃا به همت وڌي، ۽

وڏي پيو قدم کنيوسين. اسين پنهنجي غريب نموني سان ۽ خاموشيءَ ۾ ڪم ۽ ڪوششون ڪندا رهياسين. اديبن، بزرگن، نوجوانن ۽ شاگردن سان ملياسون ۽ ڳالهيون ڪيوسون ۽ ادب، تعليم ۽ معاشري جي مستقبل تي ديرينه نموني ويچار ڪندا ۽ سوچيندا رهياسون. اسان ڪان هنن ڪانفرنسن ۽ اجتماعن جي ڪاميابيءَ ڪان پوءِ هر طرف ڪان پڇيو ويو ته "سائين هاڻي، ڇا؟" اڄين اسان جي معاشري جي مستقبل جي صحت لاءِ هرطرف هر قسم جي جدوجهد کي جاري رکڻ جي ضرورت محسوس ٿي، ۽ تقاضا ڪئي ويئي. برابر، اسان جي دنيا ۾ ڪانفرنسون، سيمينار ۽ جلسا هڪ قسم جي تفريح ۽ دل وندرائڻ جا موقعا ۽ نمونا ٿي تصور ڪيا ويندا آهن، زياده لپاڙ لفظن جي هوندي آهي ۽ عمل ۽ ڪم جون فقط ڳالهيون ٿينديون آهن. مگر هنن ڪانفرنسن هڪ عجيب قسم جي، اسان جي سڄي معاشري ۾ ذهني ڪيفيت پيدا ڪئي، ۽ اسان اهو ڏٺو ته هرڪا اميد ڪئي ويئي ته اهو وقت اچي ويو آهي ته سنڌي معاشري کي هنن ڪانفرنسن جي سازگار فضا کي قائم ڪرڻ سان مايوسيءَ، افسردگيءَ ۽ جمود کان گهلي ۽ ڇڪي ٻاهر ڪڍجي.

اسان ڪراچيءَ ۾ دوستن سان گڏجاڻيون ڪيون ۽ نون وزيرن ۽ سياستدانن کي پنهنجي خدشن ۽ مصيبتن کان آگاهه ڪيو، مگر انهن کي اسان اهڙو بي وس، ننڍڙو ۽ ويچارو ڏٺو، جهڙا اسين ويچارا هئاسين. ويچارن کي نه ڪير ٻڌي نه پڇي. ٿوري ٿوري جذبي ۽ لفظن جي همدردي به ڪين مصيبت ۾ ٿي وڌو ۽ ڪانئن صفائيءَ جي طلب ڪئي ٿي ويئي. معاشري جي جذبي جي لهر کي محسوس ڪياڻون ٿي، مگر واڳن جي وات ۾ ڪين ساهه ڪڍي ۽ همدردي ڏيکارڻ ۾ به دپ ٿي ٿيو. اسين خاموشيءَ سان سڀ در ڪڙڪائيندا رهياسين، درخواستون ۽ ملاقاتون ۽ واويلا ڪندا رهياسون، مگر هن خوف ۽ نراسائيءَ جي دنيا



۾ خاطرخواه نتيجن جي اميد گهٽ نظر اچڻ لڳي.

اسين پنهنجين ڪوششن ۾ مصروف رهياسون. ته ان ج
اوچتو هڪ پيو پڙاڏو ٿيو ۽ اسين حيران ٿي وياسون، اوچت
اسان وٽ سنڌ جا استاد، شاگرد ۽ مائٽ، ڪجهه دل رکند
بزرگ، مرد ۽ عورتون، آيا ۽ درد ڀريون ڳالهيون ٻڌائڻ لڳ
تعليمي ادارا سڀ بند ٿي ويا، ادبي، ثقافتي ۽ معاشرتي ادار
سناٽي ۾ پئجي ويا، سنڌ جا شاگرد ڏاڍ جي ور چڙهي ويا ۽
جيڪي ڪجهه گذريل ٽيهن سالن ۾ ڏسندا آيا آهيون، اهو سڀ
هڪ ڀيرو وري وڏيءَ شدت ۽ بي درديءَ سان ٿيندي نظر آيو.
پريشاني سنڌ جي ڪنڊڪڙڇ ۽ گهر گهر ۾ ٻوڙي ويئي. اسان
ڏاڍن کي ۽ حاڪمن کي هر نموني، وفدن جي صورت ۾
يادداشتن ۽ عريضن سان ۽ پريس جي معرفت، اسان جي دقتن
مقصدن ۽ گذارشن کان آگاهه ڪيو ۽ ڪانئن هم وطنين جي
امنگن ۽ اميدن سان همدرديءَ ۽ مدد جي طلب ڪئي. مگ
حاڪم خمار ۾ رهيا، آسمان تي ويهي، عالم پاڪ جون هوائون
کائي، اسان تي نظر گهٽ پين، ۽ اسان جي دقتن جو احساس ن
محسوس ڪياڻون، ۽ ڪجهه به حاصل نه ٿيو. اسان جو ٻوڙڻ،
دانهون ڪرڻ، ۽ لکڻ، جهڙو پاڻيءَ تي ليڪو يا بدڪ جي
پٺ تي پاڻي.

اسان هاڻي فيصلو ڪيو ته ڪم خاص طرح هٿ ۾ کڻ
گهرجن. هڪ "سنڌي ادب فائونڊيشن" جو انتظام ڪجي ۽ ٻيو
ڪراچيءَ ۾ "لطيف گهر" ٺاهجي، جن ۾ طباعت، تحقيق، ثقافت
۽ معاشرتي سوچ ۽ عمل جو پروگرام هجي، ڪتاب لکجن، ويهين
صديءَ جي معاشرتي تقاضائن کي منهن ڏجي، ۽ صحيح قسم جي
سوچ جو پرچار ڪري ڳوٺن ۽ غريبن تائين پهچجي. سنڌ گريجوئيٽس
ائسوسيئيشن جو "ڳوٺ سڌار پروگرام" انهيءَ ڏس ۾ اسان کي
وڏو ڪارآمد ۽ صحيح ٿي لڳو.

اهو اشد ضروري هو ته اسين پاڻ کي جهالت، نفاق ۽ ادبي ۽ فڪري بي سروساماني ۽ غربت کان بچايون. هن سڄيءَ نراسائيءَ، حيرانيءَ ۽ پريشانيءَ کي منهن ڏيڻ لاءِ، اسان ڇوويهين جون ١٩٨٣ع تي ڪراچيءَ ۾ عالمن، اديبن، صحافين، استادن ۽ معاشرتي ڪارڪنن کي دعوت ڏني، جي پوري انداز ۾ اچي گڏ ٿيا. اسان سنجيدگيءَ، تدبر ۽ حب الوطنيءَ جي جذبي سان، سنڌي معاشري جي حالت، نقصان ۽ تقاضائن کي برسرعام آندو ۽ اپيلون ڪيون. اسان هر لحاظ کان پاڻ کي اقتداري سياست کان پري رکيو. فرقيوارانه امتياز کان پري رکيو، مگر ڏنوسون ته باوجود اسان جي خلوص ۽ جذبي جي، اسان جي ملڪ ۾ قائم ٿيل استبداد، بي پرواهيءَ، لاتعلقيءَ، بي درديءَ ۽ تشدد جي فضا ۾ رحم، عقل ۽ انصاف جي ڪو به حاڪم ڳالهه ٻڌڻ لاءِ تيار نه هو ۽ حالتون اهڙيءَ حد ۽ انداز تي پهتيون، جو ڪجهه توازن ۽ هوشمنديءَ جي آڌ جي ضرورت سمجهي ويئي، ۽ چاڪاڻ ته اسان ١٩٨١ع کان ڪيترا معاشرتي ڪم شروع ڪيا هئا ۽ ڪيتريون مصيبتون سر تي وهايون هيون، ۽ ڪجهه اميدون پيدا ڪيون هيون، اسان هن ڏس ۾ سنجيده عملي قدم کڻڻ پنهنجي اخلاقي ذميداري سمجهيسون.

اسان هاڻي سوچيو ته هي معاشرتي بي پرواهيءَ ۽ تعليم کي بگڙجندو ڏسڻ هڪ قسم جي معاشرتي ۽ تعليمي خودڪشيءَ جي مترادف ٿيندو. اسان پنهنجن دوستن، سائين، بزرگن، استادن ۽ نوجوانن جي مائٽن جي مشوري سان ارادو ڪيو ته اسان مان پنج يا ڇهه ڄڻا سنڌ جو دورو ڪري، سنڌي ادب فائونڊيشن ۽ لطيف گهر جي ناهڻ جي ڪوشش ڪريون، ۽ سنڌ جي تعليم جي تباهيءَ کي روڪڻ لاءِ سنڌ جي هرڪنهن تعلقي ۾ وڃي بزرگن، دل رکندڙ مائٽن ۽ عالمن سان ملي، هن مايوسيءَ ۽ نااميديءَ کي منهن ڏيون ۽ ڪين مستقبل جي مصيبتن کان ۽



خطرن کان آگاه ڪريون، ته منجهن ڪجهه سوچ اچي، معاشري لاءِ قربانيءَ طرف مائل ٿين ۽ ڪجهه خير جي حرڪت پيدا ٿئي. سوچيوسون ته ڪانفرنس ۽ اجتماعن پنهنجو ٿورو گهڻو ڪم ڪيو، هاڻي گهر وڃي ڪجهه نه ٿيندو، هاڻي گهر گهر وڃڻ جي ضرورت هئي. حالتن مان اندازو لڳايو ويو ته اسان جي بزرگن کي اسان جي معاشري جي مستقبل جي مصيبتن کان ونجهو وڃي آگاه ڪرڻ ضروري هو ته من ڪجهه سوچ اچي، ڪجهه معاشري لاءِ قرباني ڏيڻ لاءِ مائل ٿين، ڪجهه معاشري جي خير جو جذبو پيدا ٿئي. انهن ميدان ۾ نڪري ڪم ڪرڻ جي ضرورت پيش آئي، ۽ ان کي قلندري ۽ فقيري نظر سان تيار ڪيو ويو. اسان ڪستو ڪٽي ۽ دعا جا هٿ ڏگهيري نڪرڻ جو ارادو ڪيو سڄيءَ سنڌ ۾ وڃي هر بزرگ کي پنهنجي گهر ۾ ڏسڻ جو ارادو ڪيو ۽ سڀني کي خطن ۽ اخبارن جي وسيلي باخبر ڪرڻ ۽ اطلاع ڏيڻ جو ارادو ڪيو.

يقيناً جيسين اسان پاڻ پنهنجي لاءِ ڪجهه سوچ ۽ ڪجهه فڪر ۽ ڪجهه سعيو نه ڪيو آهي، تيسين پيو ڪو به اسان جي مدد نه ڪندو. اسين پنهنجن بزرگن ۽ نوجوانن کي عرض ڪنداسون ته هن فقيري ۽ قلندري ڪم ۾، پنهنجن آئنده نسلن جي اون رکندي، اسان جي دل کولي مدد ڪن. مري سڀ ويندا سون، معاشري جي خدمت ۽ نسلن جي دعائن کان وڌيڪ ٻيو ڇا کپي؟ انهيءَ جذبي ۽ ڪم ۾ ثواب آهي ۽ دنيا ۽ آخرت جو راز آهي. دانهون ڪرڻ ۽ ڪمر ڪشي اڳتي وڌڻ ڪم اسان جو، اوهان جو، اسان سڀني جو آهي، ۽ ٻڌڻ ۽ مدد ڪرڻ ڪم به توهان جو، اسان جو ۽ سڀني جو آهي. هن پروگرام لاءِ اسان جون اميدون مردن تو ڙي زالن، پوڙهن يا نوجوانن، ۾ آهن. مطلب ته اسين هر طبقي تي مدار رکنداسين، اسين سڀني کي ملنداسين، ڇاڪاڻ ته اون، فڪر ۽ اصرار سڀني کي آهي.

* انساني زندگيءَ ۾، انسان لاءِ، انسان جي خدمت کان وڌيڪ ٻيو ڪو اُتم متو يا اعليٰ مقصد ڪونهي.

مٿين عقيدن ۽ آدرشن کي آڏو رکي، سنڌ جي ڪن سڄاڻ همخيال سائين "سرونٽس آف سنڌ سوسائٽي" جي نالي سان هيءَ جماعت ٺاهي، آهي ته جيئن هو سنڌ ۽ سنڌ جي ماڻهن جي صحيح خدمت ڪري سگهن.

---